# سُر حسيني

داستان پهريون

1

لَڙُ مَ، لاڙائُو ٿِيو، هَلِي ڪَرِ هِمَٿَ؛
سِڄُ سامُهون مُنهَن ۾، مَتان ڪَرِئين ڪَٿَ؛
سُپيرِيان جي سَٿَ، ڳاڙهي سِڄِ ڳالهه مِڙِين.

2

اُلَهِي سِڄَ اَويرَ ڪِي، ڏِٺائِين ڏونگرُ؛
سَسُئِيءَ کي سَيَّدُ چئي، سُورَن جو سَمَرُ؛
ڪُتَلِ رَکِيو، ڪَرُ، ويچاريءَ وَٽِڪارَ تي.

3

وينِي مُون وِيو، لَڙِي سِڄُ لَڪَنِ تان؛
آئُون ڏُورِيندي ڪيترو، پَهَٽُن پيرُ پِيو؟
سُورَنِ ساڻُ سِهو، اَچي ٿِيُمِ، جيڏِيُون!

4

سَرَتِيُون! سُجِي سُجَ، مَتان ڪا مُون سين ڳلي؛
پاڻي ناهِ، پَنڌُ گهڻو، اَڳِيان رائو رُڳِي رُجَ؛
مَتان مَرِي اُجَ، ڪا ڏِئي پاراتو پِرِينءَ کي.

5

پَٿِيءَ نه پيرونِ، اوڏِيءَ چَڪَ نه چَمِيا؛
پويون هِيُ پيرونِ، نِينهن نِباهي هَلِيا.

6

سُيءِ ڪا تنوارَ، ڪِي هُنئِين ٿِي هَٿَ ڪَٽِين؛
سَوين رُلِيُون سَسُئِيون، هوتاڻَنِ هزارَ؛
ٻاروچاڻا ٻارَ، توڙان تَرسُ نه سِڪيا.

داستان ٻيو

1

ڪِي ڏَرَتَتِي، ماءِ! ڪِي جَرَ سَندِي سَجَٽِين؛

هَلي ۽ واجهاءِ، ٻنِين ڇيرَنِ وِچَ ۾.
2
مَٿيان مَٿي مَڇُ، ٻَرِيُمِ ٻاروچَنِ جو؛
مُون کي طَعنا تي ڏِئين، جئِن نه پَرُوڙِئين سَچُ؛
اَمڙِ! اوري اَچُ، ته سِٽَ سُٽايَنءِ سُورَ جِي.
3
مَٿي مَنجهانِ مِينهُن، پَسو! پاٽيءَ جئِن وَهي؛
مُون پانيو نِينهُن، ڇِپِيُون ڇيري سَندِيُون.
4
منجهان مُنهنجي رُوحَ، جي وَجي ساڃَنُ وِسِري؛
ته مَرُ لَڳِي لُوهَ، ٿَرَ ٻاٻِيهو ٿِي مَران!
5
پَهِي ڪامَ پچاءِ؛ اَمَڙِ! مُنهنجي آسِري؛
ڏيئِي لَتَ چَرخي کي، پُوڻِيُون پاٽيءَ پاءِ؛
ڪَتِيُمِ جنهين لاءِ، سو ڪوهِيارو ڪيچِ وِيو.
6
ڪوءِ هاڙهو! ٻَنِ هوتُ! ڪوءِ پُنهون، ٻَنِ پرِيَتَّو!
مادَر! مُون مَوتُ، پَسَّان پرائيو.
7
ڪوءِ ٻولِي! ٻَنِ ٻَروچُ! گهورِي ذاتِ جَتَنِ جِي!
مُون کي ڇَئِي "لوچُ"، پيهِي وِيا ڇِپرين.
8
جِئَن جِئَن تَپِي ڏِينهُن، تِئَن تِئَن تاٽي پَندَ ۾؛
ڪو آڳانجهو نِينهُن، ٻانِپَڙِ ٻاروچَنِ سين.
9
جان جِئَين تان جَلُ، ڪانهي جاءِ جَلَڻَ ري ؛
تَتِيءَ ٿَڌِيءَ هَلُ، ڪانهي ويلَ وِهَڻَ جي.
10
تَتِيءَ ٿَڌِيءَ ڪاهِ، ڪانهي ويلَ وِهَڻَ جي؛

مَٽِڻ ٿِئي اُونداهه، پيرُ نه لَهين پِرينءَ جو.

وائي

شاديءَ جو سِينگارُ، آيَلِ! مَرَڪُ مُنهِجو مُون پِرِين.
آهي گُهڻُ گِچِيءَ جو، ڏِئي هالورا هارُ؛
آهي اُگهاڙِين کي؛ جانِبَ جو جنسارُ؛
آهِئين ڪاڄُ ٻُکِيَنِ جو، تُون تان طَعامُ تيارُ؛
اَعليٰ اَچو عِيدَ ۾، دوسِتاڻو دِيدارُ؛
حُسْنَ هوتَ پُنهونءَ جي، ڪَڪورِيو ڪو هِيارُ؛
سُڄَ ڪَيائِين سُرَهِي، واسِيائِين وَٽِڪارُ؛
چِپَرَ چاڻُون مُڪيُون، عَطُرُ ٿِيو آوارُ؛
ڪوڙيين ٿِيا ڪيترا، نالي تان نِثارُ؛
سَدا صلابَتَ جِي، گولِي گِرفِتارُ؛
گهورِيان گهرُ گِهتِيءَ تان، اَچي جِئان آڌارُ؛
اَدِيُون! عَبْدُاللَطِيفُ چئي، مِليو مُون مَنَٺارُ.

داستان ٿيون

1

ڪو گُهمندي گهورُ، آيُمِ ٻاروچَنِ جو؛
ڇَڏِينديس ڀَنڀورُ، هِنئُون هِتِ نه وِندُري.

2

ڀَنڀورَجَنِ سُکَنِ، مُون کي ساٿان ڪارِيو؛
هاڻي ساڻُ ڏُکَنِ، تان ڪِي ڏُونگَرَ ڏورِيان.

3

پيئَرُ! ڀِنڀوران، ڀَجو تان اُبَهو؛
اَڳِي اِنَ ماڳان، سَرَتِيُنِ سُورَ پِرائِيا.

4

پيئَرُ! هِنَ ڀَنڀورَ ۾، دوزَخَ جو دُونهون؛
سَوارو سُونهون، پُڇِي پُورِج، سَسُئِي!

5

ڀَنڀوران اُجاڙُ، سَرَتِيُونِ! سَگَرُ پانئِيان؛
مُون سين تنھن ڀَھاڙُ، ڏُکان ھَڏِ نه ڏوريو.

6

اُجاڙان ڀَنڀورُ، سَرَتِيُون! سَگَرُ پانئِيان؛
آرِياڻِي اَتورُ، ڏِنُم جِتِ اکِينِ سان.

7

ڀُلِيو سَڀُ ڀَنڀورُ، جو ڀُنِيءَ هوتَ نه هَليو؛
شَھرَ سُڄاتو ڪِينَ ڪِي، آرِياڻِي اَتورُ؛
ماڻِيو تنِين مورُ، ديکِيو جنِين دِلِ سين.

8

ٻُرو هو ڀَنڀورُ، جو آرِياڻِيءَ اُجارِيو؛
لاٿو سَڀَ لوڪَ تان، هاڙهي ڏَٽِيءَ هورُ؛
چورِيُون چُرَڻُ سِکيُونِ، پُنهون ڪَيائُون پورُ؛
آيو سو اَتورُ، جنهن ڏُکيُون ڏِکَ وِهارِيُون.

## داستان چوٿون

1

لَڄايا مُونھان، ساجُھرِ تي سيڻَ وِيا؛
ڀِيَنِ ڀَنڀوران، سُڌِ مُنھنجي ذاتِ جي.

2

آئُون جي هُيَسِ هَڏُ، اَدِيُون! آرِيچَنِ جو؛
ساٿَ لَڏِيندي سَڏُ، هُوندَ ڪو هِيارا ڪَرِينِ مُون.

3

هُيَسِ جي سِياءِ، ته ڪَيُمِ ڏُکُ ڏيرَنِ تي؛
اَدَبَ وچان اُنِ سين، ڳالهِ نه ڪَيَمِ ڪاءِ؛
ذات مُنهنجِي، ماءِ! ڪَچو ٿِي ڪيچِيُن ڪي.

4

ساٿِي توءِ هَلَنِ، پَٿَرِ جي وارَ ڪَرِيان؛

جيڪُسِ ٻاروچَنِ، ڪو ڏِنو عَيبُ اَکينِ سين.

5

ساٿِيُن سَئِين نه جاڳِين، پوءِ ڪُجاڙِيان روءِ؟
اِيَ پَرِ ڪُپَرِ هوءِ، جئن هُو سانگِي، تُون سُمَهِين.

6

مُون سَڏِيندي سَڏڙا، ساٿِي سَڏُ نه ڏِينِ؛
وِلَهِيءَ جي وَٿاڻَ تي، توڏ نه تنوارِينِ؛
هيڏا هاجا ٿِينِ، بُري هِنَ ڀَنڀورَ ۾!

7

ڪَهان، تان ڪيچانَ پري! وِهان، تان وَٿِ مُون!
ڀُلِي ڏورِيَمِ ڀُون، عَبَثُ آرِيءَ جامَ کي.

8

ڪَهان ته ڪيچان پَري! سُمهان تان سِرَ هيٺ!
ٻاروچي سين ڏيٺِ، جيڏِيُون! جيهِيءَ پَرِ ٿِي.

وائي

هوتَ! هوتَ! اي هوتا! ڏِيَندِيس ماهُ مِرُنِ کي؛
آئُون جَرا جِيُّ ڪَرِي.
ڏيئِي باهِ ڀَنڀورَ کي، آئُون آيَسِ تو گَڏِي؛
آرياڻِي پُنهونءَ ري، مُون کي، سَرتِيُون! تان نه سَري؛
جَندِي پايو جانِ ۾، ڏُکِي ڏُکَ ڏَري؛
آءُ اوراهُون، سَپِرين! وَجُ مَ، پِيَّ! پري؛
مُونِ ڏِنِي، مُون وِسَهو، وِرچِي تان نه وري؛
ڏُکِيءَ جي ڏيکارِئين، ڏاران مُنهَن مَري؛
پيالي پِرِيُنِ جي، موهِيَسِ ميٺَ ڪَري؛
آرِيءَ جي عِشقَ جِي، مُون کي اَندَرِ آگِ ٻَري؛
توکي توءِ نه چِڏِيانِ، جي وَجان پُونءِ تَري؛
ڏَڙُ وِجَهنديَس ڏُوڙ ۾، مَٿو ڏارَ ڏَري؛
هَلَڻُ سُٽِي هوتَ جو، ڏُکِي، پَسُ ڏَري؛

پرين! ڪَٽِج پانهنجِيُون، اَڪِيُون باجَهه پَري؛
اَدِيُون! عَبۡدُاللَطِيفُ چئي، مَنَ ڪا مَهرَ ڪَري.

داستان پنجون

1
ليڙَنِ لَنگهه لَسَ، مانباٽِيان مَٿي وِيا؛
وَ نَي وَرُ واٽَ ٿيا، پُنهون چامُ پَهَسَ؛
هُئا وَڏِي وَسَ، پاروچا پَنيورَ ۾.

2
چِپُون چِپَرَ ڪَٿَي، پَهَڻَ پَٿَراٽِيُون پانيِهِن؛
جتي رَهان راتِڙِي، مِرُون مُنهنجا مِٿَ؛
سيڻَنِ جيءَ سَهَٿَ، ڏُونگَرُ ڏولِي مُون ٿِيو.

3
مُسافِرنَئُون، ماءِ! وِره وِهايِم وِتَرو؛
اَچِي ٿِيَمِ اوچِتِي، تن سانگِيُنِ سين ساجاءِ؛
جِيجان! جَهلَ مَ پاءِ، هِنئون هوتَ هَٿِي وِيا!

4
ڪِيئَن اَڙايُءِ پاندُ، پلؤ پَرَڏيهِيُنِ سين؟
مَتِيُون مُوڙهِيُءِ، سَسُئِي! ڪَيُءِ ڪوهِيارو ڪانڌُ؛
رُلِي! پانئِيُءِ راندِ، پانپِڙِ! عِشقُ پَروچَ جو!

5
مُنهنجو پاڙِيچَنِ، ڪَچو ڪونه ڏِڪِيو؛
پاسي چَڙهِي پُنهونءَ جي، ذاتِ سَلِتِي جَنِ؛
تيلان پاروچَنِ، نِڏَرِ چِڏِي نِندِ ۾.

6
حُسينِيءَ جِي هاڪَ، مادَرِ! ماري آهِيان؛
ڏِينهان ڏورَڻُ ڏُکَ سين، راتِيان چِڪَنِ چاڪَ؛
ڊِجان پَرِ فِراقَ، مَتان پوئِمِ پِرِينءَ سين.

7

جيڪِي فِراقان، سو وِصالان نه ٿِئي؛
اَچِي اوطاقان، مُون کي پرِيُنِ پَري ڪَيو.
8
ڦِرِي آءُ، فِراقَ! مُونکي وِصالان وِچُ پيو؛
جي ٿي چِڪِيَمِ، سي پرِينءَ گڏجِي پُورِيا.

وائي
پُنهون پَريشانُ، بَرِ! بَرِ! نڪو خانُ نه مانُ؛
هيءِ! هيءِ! حالُ مُنهِنجو.
مُونکي بُکَ بوتَنِ جي، ناقي پانئِيان نانُ؛
شَهرُ صَحرا پانئِيان، مُون ليکي مَيدانُ؛
رُئان ٿي رُجُنِ ۾، آرِيءَ لَءِ عُرِيانُ؛
پِٿِيان مُنهُن پَسَڻَ لَءِ، هِتي ٿِي حَيرانُ؛
آهي آرِيءَ جامَ جو، مُون کي ڪارِي ڪانُ؛
ديوانِيءَ کي دِلِ ۾، سُورَن جو سامانُ؛
وِجِهج پِڪَ پينارِ تي، پرِيَمِ! ڪائِي پانُ؛
ڪَڏهِن ٿِيندو ڪيچَ ۾، مُنِيءَ جو مَڪانُ؟
آهِئين، عَبۡدُاللَطِيفُ کي، اَڳِيان تُون اَڳوانُ.

داستان چهون
1
آيا آسَ ٿِيامِ، ٻاروچا پَنپورَ ۾؛
پَسِي پَهَرَ پُنهونءَ جِي، نَنهَن سِيئُن نيڻَ ٺَرِيامِ؛
گُوندَرَ وِسِريامِ، سُڳَنِ شاخُون مُڪِيُون.
2
ڏيکارِيُسِ ڏُکَنِ، گُوندَرَ گَسُ پرِيُنِ جو؛
سُونهائي سُورَنِ، ڪِي هيڪاندِي هوتَ سين.
3
سَؤ سُڳَنِ ساٿي ڏِيان، سِرُ پڻ ڏِيان سَٽِ؛

جي مُون مِڙي مَٿِ، ته وِرِهُ وِهايان هيڪِڙو.

4

سُورَنِ سانگهارو، ڪَڍِهن تان ڪونَ ڪَيو؛
آيَلِ! اوپارو، ٻاڙوڏو ٻوڙ وَهي.

5

لَڳِمِ ٻاڻُ ٻَروچَ جو، ڪَرَها ٿِيا قَضاڪَ!
اَهُڪِي جا اُٿَنِ ڪي، سا مَيَنِ ٻوءِ مَ ماڪَ!
اَڪَڙِينِ خوراڪَ، ٻسَڻُ پَرڏيـهِيُنِ جو.

6

ڏُڪويُون ڏيهان، جيڪُسِ لَڏي وِيئِيُون؛
هاڻي ڪِنِ مُلان، پُڇان پِرِيُنِ خَبَرُون؟

7

مُٿِ مُٿِ سُورَنِ سيڪنهِين، مُون وٿِ وَٿاڻانِ؛
پَرِيُون ڪَيو پُٽانِ، وَيا وِهائُو نِڪري.

8

پيڙِي پيڙِي ٻَنڌُ، سُورائِتِي! سَندِرو؛
ڪيچَ اُڳاهُون پَنڌُ، مَتان لَڪَنِ سين لَڳِي مَرِين!

9

ڏُڪَ سُڪَنِ جي سُونهَن، گهورِيا سُڪَ ڏُکَنِ ري!
جنِين جِيءَ وِرُونهَن، سَجَڻُ آيو مان گِري.

داستان ستون

1

پُڇَنِ سي پَسَنِ، جڏهن پِرِينءَ کي؛
ڏورِينديُون ڏِسَنِ، اَڳَڻَ عَجِيبَنِ جا.

2

پُڇيو ئِي، تان پُورِ؛ ناتَ پُڇَڻُ هوءِ مَ پِرِينءَ کي؛
ڏورَڻَ وارِيُون ڏُورِ، هَڏِ نه آهِينِ هوتَ کي.

3

ڏورِيان، ڏورِيان، مَ لَهان! شالَ مَ مِلان هوتَ!
مَنَ اَندَرِ جا لوچَ، مَچُڻِ مِلَڻَ سان ماٺِي ٿِئي.
4
آئون ڏورِيَنءَ، شالَ م لَهَنءَ! پِرِين! هُئِين پَري!
هَڏِ نه ساهَ سَري، تَنَ تَسَلِّي نه ٿِئي!
5
ڇَڏِيَمِ حُجَّ هَلَڻَ جي، ڇَڪِيَمِ چاڙهِيڪا؛
اَدِيُون! آڙِيڪا، هِنئَڙي پِيَمِ هوتَ سين.
6
جيڪا ڪَندي سَنگُ، مُون جئن پاروچَنِ سين؛
اَنگُنِ چاڙهي اَنگُ، رُئَندِي سا رَتَ ڦُڙا.

داستان ٽيون

1
آتَڻُ اورانگهي وِيا، آئون ٿي مَران، ماءِ!
پُٺُون ٿِيَندِيَس پيرَ تي، 'هَيءِ! هَيءِ!' ڪَري هاءِ!
جِئَڻُ مُون نه جڳاءِ، پِرِيُنِ تان پاسو ڪَيو.
2
جاڙِي جي جاتومِ، ته پونِدو فلّق فِراقَ جو؛
اَڪَرُ اِرادَتَ جو، ڏُريائين ڏوتومِ؛
پوءِ تان ڪونَ ڪَيومِ، هُوندَ ڪَشالو ڪيچَ ڏي.
3
ڏُکائِيندِي ڏُونهَڙا، مُنڌَا! سيڻانِي وَڃُ؛
پِرِياڻُونِ مَ پَڃُ، ساٿُ چَڙهَندو لَڪِيين.
4
ڇڄ مَ قَطاران، ساٿُ چَڙهَندو لَڪِيين؛
مَچُڻِ ٿِئين پُئان، وَڳَ واٽَ ئِي نه لَهِين.
5
پُڇيوئِي جان دوستُ، تان پاسي ڪر پَرِهيزَ ڪي؛

جنِين ڏِنو هوتُ، تن ڏِينَ سَپيئي ڏُورِ ڪيا.

وائي

مُون کي ڇپَرِ مَ ڇَڏيجا، بلوچا! پَلَئَ لَڳِي آهِيان.
ڇورِي ڇنِي آهِيان، نِينهُن نِباهي نيجا؛
ڇورِي ڇَڏي ڇپَرين، ڪيچِي! ڪِيمَ وَجيجا؛
پُنهون مُنهنجو آن سين، ساٿُ سلامَتَ نيجا.
مون تان وَڙُ وِڃائِيو، اَئِين پنهنجو وَڙُ ڪَريجا؛
جوڳِيڪو ويسُ ڪَري، سِگهڙِي سارَ لَهيجا؛
آرِياڻِي! عَبدُاللَطِيفُ چئي، مُون تي وَهِلو وَرُ ڪَريجا.

داستان نائون

1

ڪاتِيءَ تان نه ڪَنهِين، مَنُ وِڄهلَڻَ وَڍِيو؛
ماريَسِ سُورَ تَنهين، جو نه ڄِئاري، جيڏِيُون!

2

ڄِئَ مُنهنجو ڄَنِ، اَنگڙِيارو وَڍِيو؛
پُڄاڻا پِرِيَنِ، سِبان، سَڄو نه ٿِئي!

3

رو، وِسانئي راندِ، پَہَ پَرُوڙِجِ ساٿَ جا؛
هوتَنِ سين هيڪاندِ، هُيَمِ ٻاٿي ڏِينهَڙا.

4

رُئَڻُ ۾ راڙو، مُون نِماڻِيءَ جي نِجُهري؛
ڪُنَلِ کي قَلبَ ۾، قُرب جو ڪاڙهو؛
هوتَنِ لَءِ هاڙهو، رِجائِيندِيَسِ رَتَ سين.

5

روئِي ڪَندِينءَ ڪوهُ؟ هاڻي ڪو هوتُ وَري؟
جيڏِيُون! جيڏوئِي ڪَيو، ساڻُسِ سينَ سِتوهُ؛
ٻوهِي اَٿيان! ٻوهُ، مَتان ڪا مُون سين ڪَري!

6
ڪاڻيءَ مَ ڪانيو، مُنيءَ مَنگُر مَ ڏيو؛
هيڪَرَ اُجهايو، ڏيئي ٻُرَ لُهارَ جِئن.
7
تُون جي ڪالَھ مئِي، ته ڪالَھ ئِي گڏِينءَ پرِينءَ کي؛
ڪَڏهن ڪانَ سُئِي، ته ڪا سَگِهي گڏِي سَڄَڻين.
8
اَڳِي پوءِ مَران، مَرُ مَران مارَڳَ ۾!
مَٿي پوءِ پرِيان، خُونُ مُنهنجو جيڏِيُون.
9
مَرُ، مَٿا ڏيئِي، پُنهونءَ ڪارَڻِ پَٻَ ۾؛
ته سَرَتِيون سپيئِي، واڪاڻِينئِي ويٺِيُون.

داستان ڏهون
1
واڪِيو واڪِيو وِڪ، پاٻوهِيو پيرُ ڪَٽي؛
سي نه چَڙَهندِيون ڏِکَ، موڙي پيرُ، مَرَن جي.
2
وِڄُھ وَڏَندِي وِکَ، مَڃُڻِ لِکَ لَڪائِيين؛
ڏُکُ تِنين کي ڏِکَ، حُبُّ جنِين کي هوتَ جو.
3
واڪو هَڏِ مَ لاهِ، سَڏَنِ مَٿي سَڏَڙا؛
مانَ تُنهنجِي ڪاءِ، سَگِر ۾ سارَ ٿِئي!
4
سُورَنِ سانڍِيياسِ، پُورَنِ پالِي آهِيان؛
سُکَنِ جي، سَيَّدُ چئِي، پُکِي نه پِيياس؛
جيڪسِ آئُون هُياسِ، گُرِي گُوندَرَ وَلِ جي.
5
ڪِينهي طالِبَ تاتِ جا، نه ته آهي تاتِ تِيارُ؛

ڏورِيان پيو ڏَڪارُ، گھورِندَڙَ ڳَٽي وِيا.
6
ڪنهن جنهن نِينهَن نَنڌاهُ، جي مُون واجهائِيندي نه وَرو؛
جيڪِي مُئي ڪنداهُ، سو جانبَ! ڪَرِيو جِئري.
7
مَتان ٿِئين مَلُورُ، ڪِينَ اَڳاهون آهِيان؛
ڏِسَڻَ ۾ ڪَرَ ڏُورُ، حَدَ ٻِنِين جي هيڪِڙي.

داستان يارهون.
1
جِئَن اُتُنِ آرِيءَ جامَ، اُئَن تان اوٺِيُنِ نه ڪَيو؛
ٻڙڪِي ٻاهَرِ نِڪِتي، ڳاڏَرِ مَنجهان ڳامَ؛
ساهُ ڏِنائِين سامَ، سُتِي سَڳِرَ پَٿِيين.
2
لَڪِيُون! آن لَڳا، ڪي پلَءَ پانڌِيَڙَنِ جا؟
توهان گھٽيرو، ماءِ! رُوندا اُوءِ رَتُ وِيا.
3
ڏوٿِيُنِ چَيُسِ "ڏُورِ، ڪيجُ اَڳاهُون پَندُ ٿِيو"؛
پاٽا چَڙهِي پُورِ، وِڪَ وِڌائِين وِتَرِي.
4
سَسُئِيءَ جِي سِرِيءَ سان، ڪيچَ ڏَٽِي ڪانڌِي؛
پَسَڻَ ڪارَڻِ پِرِينءَ جي، مُنڌَ هُئِي ماندِي؛
لَڪَنِ تان لَطِيفُ چئي، آرياڻِيءَ آندِي؛
پُنهونءَ پيراندِي، نِماڻِيءَ نَصِيب ٿِي.
5
هَيءِ ٿو وجي هوتُ، آئُون ڪِ اَڳِيِرِي ٿِيان؛
مَتان چوءِ بَلوچُ، "ڪَمِيڻِيءَ مان ڪِينَ ٿِيو".
6
ڪَمِيڻِيُنِ هَٿان، ٿِينِ مُورائِين مَدِيُون؛

تُون ڪَر پاڙَ وَڙان، موٽُ سَباجها سپُرِين!
7
نَڪِي ٿِيان سَگَّ ۾، نَڪِي سگِّيڻِي؛
آهِيان ڪَمِيڻِي، ذاتِ پَروچِيءَ نه جُڙان.
8
ڪيچ مَ خَبَرَ هوءِ، هِنَ مُنهنجِي ذاتِ جِي!
مَتان پُنهونءَ پوءِ، لَجَ مُنهنجِي لوءَ ۾!

داستان ٻارهون
1
ڏِٺان جي پَروچُ، مُون جِئَن هوتُ اَکِينِ سين؛
مُون کي چَيان "لوچ"، پاٽا پيئِيُون چَپَرين.
2
'ووءِ! ووءِ!' ڪَندِي وَتُ، مَجُڻِ 'ووءِ!' وِسارِئين!
پاٽِي هار مَ پَڏِرو، روءُ مَنجهان ئي رَتُ؛
صَبُرُ وڏو سَتُ، سِگها ميڙِي سُپِرِين.
3
ماٺِ مارينديءَ پِرِينءَ جِي، مَجُڻِ، رُئِين رَت!
چورِي! چَڏِ مَ سَتُ، هِمَتَ هوتُ وِجائِيو.
4
جَڙَ جِئَرِي جن سين، مُئي پڻ سين تَنِ؛
جي هِتِ نه هوتُ پَسَنِ، سي ڪَنهن پَرِ ڪيچ پَسَندِيُون؟
5
اَوجَهڙِ وَتان آنءُ، پِيُون سَپِ سَگِرِ ساٿَ جي؛
جا نِينهَن گِنهَندِي نانءُ، سا مُون جِئَن پَوندِي مامِري.
6
پَڌو ڪَنهن پَنڌاڻِ، هِنئَڙو هوتاڻِيءَ سين؛
ڪا جا پِييَسِ ڪاڻِ، نِبيرِيانسِ، نه نِبِري!
7

ڏونگرُ ڏنا نُوڙِ، مُون پارِڪُو پُڇيا؛
هيڪلِيُون هَلَنِ جي، سي تاڪُنِ سَندِي تُوڙِ؛
اِي اَهُڪِي پُوڙِ، سُونهَن رِءَ نه سُٿِرِي.

8

لَڪين لوڙائُو، سَهَسين آهِنِ سُجَ ۾؛
بَرَ ۾ بورائُو، ڪَڙُ، پِيادِي! پاڙَ سين.

9

رِڃنهَن مَ نالو ڳِنُّ، پرِيَتَڙي پيرَ ٻِيا؛
سُورَن ساڙُ مَ چِنُّ، وِرهُ وِهائِجِ وِتَرو.

10

سَجَڻُ ڏِنو جَنِّ، تن ڳِڇيءَ سِرِ ڳهُ ڪيو؛
پِيُون ڪوهُ ٻُجَهنِّ، قَدُرُ ڪِيمِيا اِنَ جو؟

11

هارِي! هِنئُون مَ لوڏِ، سُڪَنِ پَوَندِينءَ، سَسُئِي!
ڪوهِيارو تو ڪوڏِ، اَچي ڪَرَهَ قَطارِيو.

12

حُسينِي حُسينَ لَءِ، ٻِيبِيءَ پاڙَ چِئِي؛
تهان پوءِ ٿئِي، خَبَرَ ٻِي خلقَ کي